# آکڙيون ڌيلا من گهايل



مرلي ڌر

# اکڙيون ڏيلا من گهايل

(شاعري)

مُرلي ڌر

مـارئي پـبـلـيـکـيـشن، کـراچـي

ڪتاب: اکڙيون ڏيلا من گهايل
ليکڪ: مُرلي ڌر
موضوع: شاعري
پهريون ڇاپو: مارچ، 2010ع
ٽائيٽل ڊزائين: ڪپتان ابڙو
ڪمپوزنگ: عبدالقيوم قاسمائي qayoom@ymail.com
پيسٽنگ: قمرگهانگهرو
ڇپيندڙ: ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي. 0300-2879794
ڇپائيندڙ: مارئي پبليڪيشن، ڪراچي.

قيمت: -/150

**Akhadyoon Dela Mann Ghayal (Poetry)**
**By: Murli Dhar**
First Edition: **March 2010**
Printed by: Kachho **Publication**, Karachi
Published by: **Marvi Publication**
2nd floor, Block **# 2, Hockey** Stadium,
Liaquat Barracks, **Near** Jinnah Hospital,
Karachi, Sindh.

Price: Rs. **150/-**

# ارپنا

منهنجي ڏاڏي
سرڳواسي وشنداس چاڙيا جي نانءَ
جنهن مون کي
مسڪينن سان محبت ڪرڻ جو
پهريون سبق سيکاريو

مرلي ڌر

# آشا

ڪو اهڙو گيت لکان
ڪو اهڙو راڳ رچيان
ڪا اهڙي رمز رمان
تي جُڳ جُڳ امر وچان

# ترتيب



## سنڌي شاعري

## اردو شاعری

# انسان دوست شاعر

ڊاڪٽر مُرلي ڏر جو نثري نظمن جو ڪتاب ”اڪڙيون ڏيلا، من گهايل“ نظر مان گذريو. سانس منهنجي واقفيت ان زماني کان آهي، جڏهن هُو چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ پڙهندو هو ۽ جيڪڏهن يادگيري صحيح آهي ته اسٽوڊنٽس فيڊريشن، جنهن جي اسٽڊي سرڪلس جا مان ڪلاس وٺندو هوس، ڊاڪٽر مرلي ڏر به ان گروپ جو ميمبر هو.

ڊاڪٽري پاس ڪرڻ کان ٿورو اڳ هن چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج مان ”ڏياري“ نالي هڪ مئگزين شايع ڪرائي هُئي، جنهن ۾ به چارپنڌ ڪري مون کان به انگريزيءَ ۾ هڪ مضمون لکرايو هئائين. اُها مئگزين هاڻي مون وٽ محفوظ ناهي.

چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج مان هُو جڏهن پڙهي ٻاهر نڪتو هو ته مان کيس صلاح ڏني هئي ته هو مرحوم مير رحمان علي هاشمي، جيڪو تنهن وقت پاڪستان ميڊيڪل ائسوسئيشن جو سرواڻ هُيو، سان ملي پنهنجي طبي شعبي ۾ صلاحيتن کي وڌائڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ ڪم ڪري ۽ هُن ائين ئي ڪيو ۽ اڄ هُو ڊاڪٽر اديب رضويءَ جي انسان دوست ٽيم جو حِصو آهي، جنهن جو مول متو آهي ”مُفت علاج سيني لاءِ عزت سان“

ڊاڪٽر مرلي ڏر جي شاعريءَ وارو پاسو مون کان بلڪل لڪل هو ۽ هاڻي سندس نثري نظم پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي آهي.

هِن جي گهرواري پشپا به نثري نظم جي تمام سُٺي شاعرا آهي، جيڪا سنڌ جي مشهور اديب ۽ مترجم ولي رام ولڀ جي وَڏِ وَرَڏيءَ آهي ۽ سندس ننڍي ڀيڻ گوري پڻ اديبا آهي. مون کي خوشي آهي ته مان هن سڄي خاندان جي واڌاري ۾ ڪنهن حد تائين مددگار رهيو آهيان ۽ اڄ وڌيڪ خوشي ان ڪري ٿئي ٿي ته مرلي ڏر ڊاڪٽريءَ کان علاوه شاعريءَ لاءِ به ڪجهه وقت ڪڍي ٿو.

هو جنهن قسم جي شاعري ڪري ٿو ۽ انسان دوست ڪامريڊ هجڻ وارو فرض نڀائي ٿو، ان لاءِ مون کي سرهائي به آهي ته فخر به آهي. اميد ته سندس هي شاعرا ٺو سفر اڃا به وڌيڪ وسيع ٿيندو ۽ ڪاميابيون ماڻيندو.

**سوڀو گيانچنداڻي** — **لاڙڪاڻو**

27-01-2010

# گهايل مَنَ جو شاعر مُرلي ڏر

شاعري منهنجي نظر ۾ زخمي آڱرين سان گهايل من جي تارن کي ڇيڙڻ، اُن مان نوان سُر ۽ آلاپ پيدا ڪرڻ جو نالو آهي ۽ جنهن شاعريءَ ۾ اهو ڪجهه نه هجي، اُها اکرن جي هيرا ڦيري ۽ چسي ڪاريگريءَ کان سواءِ پنهنجو ڪو تعارف ڪرائي ناهي سگهندي. وقت ان کي تمام ٿوري وقت اندر چوني جي پوچي ڦيرائي يا طوفاني هوا سان ککن پنن وانگر اُڏاري ڪٿي وڃي تاريخ جي گند ڪچري حوالي ڪندو آهي.

مُرلي ڏر، جيڪو پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر يعني مسيحا جو درجو رکندڙ آهي ۽ موجوده زماني ۾ جتي ڊاڪٽرن جي اڪثريت ان اعليٰ مقام واري سڃاڻپ کي پئسي جي پستيءَ ڏانهن گهلي، ان جي رنگ روپ ۽ نڪ نقشي کي بدلائي ڇڏيو آهي، اُتي هو پنهنجي پيشي کي حقيقي معنيٰ ۾ مسيحا جي بي غرض ڪردار واري ساڳئي شان ۽ مانَ سان سلهاڙي، اُن جي اُهائي سڃاڻپ بحال ڪرائڻ لاءِ ڏينهن ۽ رات جاکوڙ جاري رکندو پيو اچي.

ان ڏکي ويڙهاند واري حياتيءَ جيڏي مسافت ۾ هن بيمار ۽ گهايل ماڻهوءَ جي چِڪيل چاڪن کي پنهنجي ڪپهه جهڙن اڇن اُجرن، نرم ۽ نفيس هٿن سان بي انتها پيار مان ڌوئندي صاف ڪندي ۽ سبندي سدائين پاڻ کي اڳي کان اڳرو پئي ڪيو آهي ۽ ان هيڏي ساري خالص خدمت واري مصروفيت مان هن کي جيڪا ٻه گهڙي، پَل ۽ پَهر پنهنجي جياپي کي جاري رکڻ لاءِ ننڊ ۽ آرام جي صورت ۾ پلئه پيا آهن، انهن ۾ هن ڪنوتي ڪري بيمار ماڻهپي ۽ معاشري کي صحتمند ۽ ترقيءَ جي راهه تي گامزن ڪرڻ لاءِ قلم ڪئنچي ٺاهي جراحيءَ وارو ڪم جاري رکيو آهي ۽ اهڙن اکرن واري شاعري ڪئي اٿائين، جيڪا ڏسي ۽ پڙهي دل ۾ اڪيون نري پون ٿيون.

شاعريءَ جي ان مشڪل ۽ ڪنڊائين پيچري تي ڊاڪٽر مرلي ڏر اُهو عشق وارو پنڌ تڏهن شروع ڪيو هو، جڏهن ملڪ جي پهرين چونڊيل حڪومت باقي ڪجهه ڏينهن جي مهمان وڃي رهي هئي.

اهو 14 اپريل 1977ع جو ڏينهن هو ۽ هن پنهنجي ڏنگن ڦڏن اکرن ۾ جيڪو پهريون نظم لکيو هو، ان ۾ دنيا کي ”نفرت جو پنڌار“

ڪونيندي هن پاڻ کي ان ڪان پرپرو ڪري بيهاريو هو. چوته هن کي بي سمجهيءَ واري زماني ۾ ئي پنهنجي ڏاڏي وشنداس وٽان هنئين سان هنڊائڻ لاءِ پهريون سمجهه پريو نقطو ئي اهو پلئه پيو هو ته، "مسڪينن سان پيار ڪجي." ۽ تڏهن ئي هن ان کي پنهنجو نصب العين بنائي، پهرين نظم سان ئي اهڙو اظهار ڪيو هو.

ائين پوءِ ڪڏهن ڏينهن ۽ ڪڏهن سالن جي وٿين وارو ڊاڪٽر مرلي ڌر جو اهو گهايل پيرن سان ڪيل شاعرانو رقص نظم جي صورت ۾ اڇن اُجرن ڪاغذن تي پنهنجي لهُولهان تاريخ لکندو ويو ۽ هاني جڏهن ان جو ورق ورق گڏجي مجموعو بڻجي اکين آڏو آيو آهي ته سچ پچ روح جي گهراين مان الائي ڪيترا دفعا "واهه واهه" جا لفظ نڪري چن ته هن جي اکرن تي گلن جون ورڪائون ڪندي ٽڪجڻ ئي نٿا.

هو جڏهن گولين جي پرمار ۾ ڪنهن بيوس عورت جي هٿن مان سندس ٽج پيئندڙ بار کي "ٽيڙوءَ" جي ڪئميرا ۾ پٽ تي ڪرڻ واري تصوير سان محفوظ ڪري ٿو ته ڪيترو ئي وقت ذهن ان جي مٿان بيهي اهو درد جو منظر ڏسندو رهي ٿو ۽ پاڻ کي ان پيڙا جو حصو بڻائي ڇڏي ٿو.

گولين جي پر مار،
ڪِري پيس پٽ تي
ٽج پيئندڙ بار

۽ بيٺي بيٺي اوچتو جيئڻ ئي ڪنهن تيز هوا جو جهوٽو اچي خيال کي نئين چرپر ۽ اڳتي وڌڻ جو حوصلو بخشي ٿو ته شعور جون وکون هوريان هوريان کڄندي ۽ هن جي شاعريءَ جي مختلف رنگن، عڪسن، ماڳن ۽ مڪانن جا سير ڪندي اچي "ماڻهوءَ جي قيمت" نظم تي ڄمي بيهي رهن ٿيون:

ماڻهوءَ جي
جان جي قيمت
هڪڙي گولي
بنجي وئي آ
جهڙو ڪر
شروع ڪئي آهي
ميونسپلٽيءَ
ڪتا مار مهم

۽ تڏهن اڪيون ان جي انتهائي اُگري پيغام کي سمجهي سخت تڪليف ۽ ذک وچان زورسان ٻوٽجي وڃن ٿيون.

ترقي پسند ۽ سوشلسٽ نظريي ۾ ئي مانهوءَ جي آجپي جا خواب ڏسندڙ نہ صرف پنهنجي زندگيءَ جي هر وک تي روشن خياليءَ جو ساٿ ڏئي، معاشري مان هر قسم جي ڏاڍ، ڏمر ۽ استحصال جو انت چاهي ٿو، پر زندگيءَ کان پوءِ بہ يعني موت جي سرحد تي پهچي بہ بنهين غير روايتي ۽ انسانيت جي اعليٰ گڻن واري خاصيت جو اظهار "خواهش" نظم ۾ هيئن ڪري ٿو:

منهنجي پياري
جڏهن مان
مري وڃان تہ
منهنجي خون جو
ٽيپو ٽيپو
جسم جو انگ انگ
ڪنهن ضرورتمند
کي دان ڪجانءِ

منهنجا گردا
ان نوجوان
کي ڏجانءِ
جيڪو آسمان
کي ڇهڻ جا
خواب ڏسندو آهي

منهنجو جگر
ان ماءُ کي ڏجانءِ
جيڪا پنهنجي ٻارن
جي آئيندي لاءِ
پريشان آهي

منهنجي دل

ان پريمي
کي ڏجانءِ
جيڪو پوڄاري آهي پيار جو
۽ پوءِ اها
پڪ ڪجانءِ ته
مان رهندي دنيا تائين،
زنده رهندس
امرتي ويندس.
او منهنجي پياري

اهڙي اندازِ منفرد سوچن سان مالا مال ڊاڪٽر مرلي ڌرجي هن شاعرائي وکر ۾ مون جا بجا ابهم ٻار واري معصوميت کي جهلڪندي ڏٺو آهي ۽ هو يسوع مسيح ۽ گانڌيءَ جي اهنسا جي نظريي سان پنهنجي انقلابي خيال مطابق جيڪڏهن ڪتي ٽڪراءَ ۾ به اچي ٿو ته ڏسو ته ان وقت به هن جو انداز ويڙهاڪ جي للڪار بنجڻ بجاءِ ٻارَ جي معصومانه سوال جو دڳ وٺي ٿو ۽ اُهو ڪيڏو نه پيارو ۽ نيارو لڳي ٿو. پان ئي پڙهي ان جو اندازو لڳائي ڏسو:

يسوع مسيح ۽
گانڌيءَ جي
اهنسا واري فلسفي مطابق
جيڪڏهن
ڪو هڪ ڳل تي چمات هڻي
ته
ٻيو ڳل سامهون ڪري ڏجيس
پر سوال آهي
جيڪڏهن
مارڻ واري وٽ
تلوار هٿ ۾ هُجي
ته پوءِ!
ٻيو ڪنڌ ڪٿان آڻجي!؟

هڪ نظم "امڙ جي نانءِ" ۾ ڊاڪٽر مُرلي ڌر ٻڌائي ٿو ته پنهنجا سک ٻين جي ڏکن تي گهورڻ واري اُها سُتي ڪيس پنهنجي امڙ ئي

پيئاري هئي ۽ ان ئي انسان دوستيءَ جي عظمت واري اهڙي راهه تي پنڌ ڪرڻ لاءِ هن کي چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪرايو هو ته اهو سڀڪجهه رتَ، ستَ ۽ قرباني ڏيڻ واري جذبي سان ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو.

مون هميشه ۽ هرگهڙي
سوچيو آهي ٻين جو سک
پياري امڙ اُها سُتي جو
پياري هيم
اُها سوچ ۽ اهوگڻ
آهي عظيم ۽ انسان دوست
سهپ ۽ چاهت
ٻئي جو ڏک پنهنجو ڏک سمجهڻ
اُهو سڀ رت ست ٿو گهري
قرباني ٿو گهري

ڊاڪٽر مرلي ڌرجي شاعريءَ جو ڳوڙهو اڀياس ڪندي مون هن جي بيان ۾ خاص ڪماليت اها به ڏٺي آهي ته هو تمام ڏکين ۽ خوفناڪ موضوعن کي ڏاڍن نرم ۽ نفيس لفظن سان سينگاري ۽ گلڪاري ڪري اهڙي ته انوکي روپ ۾ پيش ڪري ٿو، جو هڪ طرف هن جي اُها فنڪاري سُوهي وجهي ٿي ته ٻئي طرف هن جو لهجو پنهنجو ڪرڻ ۾ دير نه ٿو ڪري. ان ڳالهه وڌيڪ واضح ڪرڻ لاءِ خاص طور تي سندس نظم ”حاڪم“ کي پيش ڪري سگهجي ٿو. جنهن ۾ هو چوي ٿو ته:

منزل
محبت
تون
۽
مان

واسينگ
رهزن
ڦورو
۽
هوءَ

خوبصورتي
چاهت
پيار
۽
تون

قتل
چوريون
ڌاڙا
۽
خودڪشي

معصوم
ننيڙي
نازڪ
۽
هوچار

حاڪم
ٻوڙا
گونگا
۽
لاچار

ان نظم ۾ "حاڪم" جي "لاچاري" يقينن هر سوچيندڙ ماڻهوءَ جي نرڙ تي پگهر آڻي ڇڏيندي ۽ هو ڊاڪٽر مرلي ڌر جي شاعريءَ کي پنهنجي دل جي ڳجهن خانن ۾ سانڍڻ جڻ ته پنهنجو فرض ڪري سمجهندو. ڇوته هن پنهنجي احساس ۾ هزارين انهن ماڻهن جي دلين جي ترجماني ڪري ڇڏي آهي، جن جون اکيون استادن جا ڏک، سور ۽ اهنج ڏسي ڪڏهن به لڙڪن لاڙڻ کان پالهيون ٿينديون ئي ناهن.

محمد علي پٺاڻ

لاڙڪاڻو
23-01-2010

# شاعريءَ جا سُڏڪا ۽ مُرلي ڏر

اج اسان جنهن دنيا ۾ رهون ٿا، اُهو هڪ ڪائناتي ڳوٺ آهي. اُن ۾ يورپ کان آفريڪا تائين ۽ مڊل ايسٽ کان ايشيا تائين، جيڪي به مُلڪ ۽ خِطا اچي وڃن ٿا، تن ۾ رڳو ٻه انسان رهن ٿا: هڪ امير ۽ ٻيو غريب. غريب جي تذليل ڊرامن، فلمن، ادب ۽ آرٽ جو ته موضوع بڻي آهي، پر غريب جو پيٽ ائين خالي آهي، جيئن هاڻي دنيا مان پاڻي غائب ٿيندو پيو وڃي. اهڙي انساني ٽريجڊي هاڻي ڪنهن به هڪ ملڪ تائين محدود ناهي رهي. اُن ۾ رملا جي اُن فلسطيني ٻار جا لُڙڪ به شامل آهن، جيڪو غزه جي پٽيءَ ۾ پنهنجي والدين سان ملڻ لاءِ نٿو وڃي سگهي ۽ روانڊا ۾ نسلي نفرت اجا خاڪ ۾ دُکندڙ ٽانڊي وانگر آهي. ايشيا ۾ جنگي جنون ائٽمي بمن جي پڻ تي پنهنجو هٿ رکي ويٺو آهي، عراق ۽ افغانستان ۾ بمن، بنياد پرستن ۽ نيٽو جي فوجين جي حاڪميت آهي. پاڪستان رت ۾ وهنجي رهيو آهي ۽ سنڌ جا سُڏڪا بند نٿا ٿين.

انسان جي تذليل جي هڪ طرف اِها ڪهاڻي آهي، ٻئي طرف اڪثر ماڻهو / نوجوان سماجي لاتعلقي ۽ انفراديت پسنديءَ کي اڄوڪي دور ۾ پنهنجي ڪاميابيءَ لاءِ اهم سمجهڻ لڳا آهن. اهڙي دور ۾ ڪجهه اهڙا نوجوان به آهن، جيڪي "لِڪا پُٺن لوڪَ ۾" واري زندگي گذاريندي به پنهنجي آفاقي انساني عشق جو پرم رکڻ ۾ رُڌل آهن. مُرلي ڏَر به شايد اهڙن ڪردارن مان هڪ آهي، جيڪي فڪري توڙي عملي طور تي انسانيت جي خدمت کي پنهنجو نظريو ناهي ويٺا آهن. مُرلي ڏَر جا هي آزاد ۽ نثرانا نظم جيڪي سنڌي شاعريءَ جي اُن موضوعاتي پهلوءَ کي اجاگر ڪن ٿا، جيڪو سوچ کي بدلائڻ ۽ اڪثريت سان جوڙڻ جو ڏس ڏيندو آهي. سنڌ جو هر ماڻهو ڏاڍو حساس آهي، پر شاعر ته فطري طور تي اُن کان وڌيڪ حساس ٿئي ٿو، تنهن ڪري هيءَ اهڙي شاعري آهي، جيڪا دماغ کي جهٽڪو ڏيئي، سجاڳ ڪرڻ جي هڪ وڏي طاقت رکي ٿي.

مون کي ذاتي طور تي خبر آهي تہ مُرلي ڏَر سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورالوجي ۽ ٽرانسپلانٽ ڪراچي ۾ اُنهن غريب مريضن جو غير مشروط طور تي مددگار بڻجندو آهي، جن جون "اکيون التجائون،" چهرو بيوسيءَ جي تصوير ۽ دل رت روئندڙ هوندي آهي. هيءُ نوجوان وڏي وجي، پنهنجي سفيد ائپرن سان اهڙن مسڪينن جا ميرڙا لڙڪ اگهندو آهي، اُنهن جي ڦٽڪندڙ سُڪل چپن تي لَپ پاڻيءَ جي هارڻ لڳندو آهي ۽ اُنهن کي صحتيابيءَ جي خوشخبري ٻڌائي، سندن اکين ۾ جيئڻ جي چمڪ پيدا ڪري، واپس پنهنجي گهر اچي، گهر وارن کان لِڪي، پنهنجون اکيون اگهڻ لڳندو آهي. هيءَ شاعري سندس اهڙي ڪيفيت جو عڪس آهي.

مُرلي ڏَر پنهنجي طبيعت ۾ ڏاڍو حساس آهي، باوجود اِن جي تہ، هُو ڊاڪٽري پيشي سان لاڳاپيل آهي، پر هيءَ شاعري سندس ترقي پسند فڪر جو هڪ واضح اظهار آهي. هِن جو هيءُ اظهار بي معنيٰ ناهي. نہ وري هُن رڳو پاڻ کي اظهارڻ چاهيو آهي، پر هِن جي اڳيان مقصد جي هڪ چٽي، برلن جي اهڙي ديوار آهي، جنهن تي 1989ع ۾ (اِن جي ڊهڻ) کان پوءِ دنيا جي ڪيترن ئي مصورن اچي پنهنجون پينٽنگس ٺاهيون آهن.

ڏنو وڃي تہ "درد"، "احتجاج" ۽ "سڏ" ڪلاسيڪي توڙي جديد سنڌي شاعريءَ جا اهم موضوع رهيا آهن. خاص طور تي ورهاڱي کان پوءِ واري سنڌي شاعري، تسلسل سان پنهنجا اهڙا موضوع، نَين نَين معنائن، تشبيهن ۽ لهجن سان ڪٽندي پئي اچي. سنڌي ٻوليءَ جي هِن نوجوان شاعر جي هِن ڪتاب ۾ ڏنل شاعري سنڌ جي هر اُن نوجوان جي آهہ، دانهن ۽ سندس مَنَ جي چيخ آهي، جنهن جي روح کي جهير آيل آهن ۽ جنهن مان ٽيپو ٽيپو ٽِمي ڳڙندڙ درد جو رتُ، هِن ديس ۽ اُن جي بيوس انسان جي حالت بيان ڪري ٿو.

هيءَ شاعري اهڙا اڻ وسرندڙ چٽ بہ آهي، جن جي چاهت جي دائري ۾ اُهي سيئي ماڻهو اچن ٿا، جيڪي هِن سماج ۾ رڳو "انسان" جو رُتبو (بنيادي انساني ۽ سماجي حق تہ پري جي ڳالهہ) حاصل ڪرڻ لاءِ دانهون ۽ ڪوڪون ڪري رهيا آهن — ۽ هِن شاعريءَ جي دائري ۾ نفرت جا عڪس بہ آهن، جيڪا نفرت انهن طبقن ۽ قوتن خلاف آهي، جـ..

اڪثريتي ماڻهن جي سُک کي ڪڏهن به سَنو ناهي.

هن ڪوشش ڪئي آهي ته هو عام ماڻهن جي سڏڪن کي شاعرانو روپ ۾ پنهنجي غصي کي ڀرپور آواز ڏئي. اسان سڀئي پنهنجي پنهنجي انداز ۾ آواز ۾ ڳالهايون ۾ لکئون ٿا، پر سڀني جي بنيادي ڳڻتي (con-cern) عام ماڻهوءَ جو سُک ۽ ڏاڍ تي ٻڌل سماج جو خاتمو آهي. اها ويڙهه، ڪا اڄ جي ويڙهه ڪانهي ۽ نه وري اهڙي ويڙهه ڪو اڄ جو نوجوان شروع ڪرڻ جو سهرو پنهنجي سِر تي سجائي سگهي ٿو، پر هيءَ ويڙهه ڏاڍي پراڻي آهي ۽ صدين تي ڦهليل ان ويڙهه کي هر دور جي باشعور نسل جاري رکيو آهي. مُرلي ڏر به اُن نسل جو هڪ آواز آهي، جنهن پنهنجو حصو هن جدوجهد ۾ شامل ڪيو آهي.

هيءَ ڳائڻ واري نه، پر پڙهڻ واري اهڙي شاعري آهي، جيڪا هڪ واضح نظرياتي سوچ کي احساساتي انداز سان بيان ڪري ٿي. هِن جي خيالن جي اهڙي پختگي سندس عوامي وابستگيءَ جو نتيجو آهي، نه ته هو بدليل دور جي هجوم کان الڳ بيٺل اڪثريتي نوجوان شاعرن وانگر پنهنجا موضوع بدلائي پئي سگهيو، پر هڪ اهڙي دور ۾، جڏهن اڪثر ترقي پسند اديب، شاعر، ڪارڪن ۽ دانشور سخت مونجهاري ۽ مايوسيءَ جو شڪار آهن، هِن جي لهجي ۾ جيڪا اُميد پرستي آهي، سا ڀٽڪيل ماڻهن لاءِ ته هڪ نئين واٽ گهڙي ٿي، پر اِها نئين نسل کي به برابريءَ واري سماج جي قيام جي راهه ڏَسي ٿي.

سنڌ جي هِن نوجوان ۽ نرالي شاعر جي شاعريءَ ۾ اڄ جي دور جي شاعريءَ وارو پاپولر موضوع "رومانس" ناهي، پر هِن ۾ ڳوڙها آهن ۽ ڳوڙهن جون ڳالهيون آهن، جن کي ترقي پسند شعور سان جوڙيندي هڪ نئين دنيا جي قيام جو خواب ڏٺو ويو آهي. جنهن خواب کي جيتوڻيڪ اڄ جي دور ۾ "اڻ لاڳاپيل" (irrelevant) سمجهيو پيو وڃي، پر زندگي به ڪا irrelevant (اڻ لاڳاپيل) ٿيندي آهي ڇا؟ سو، جنهن نظريي ۾ "زندگي" هجي، اُن مان اُها "زندگي" نه ٿي ڪڍي سگهجي. مُرلي ڏر سياسي ذهن کڻي، تخليقي انداز ۾ ۽ ڀرپور ڪمٽمنٽ سان پنهنجي روشن خياليءَ کي محفوظ ڪري ٿو، پنهنجا خيال ۽ احساس پڙهندڙن سان ونڊي ٿو، اُنهن کي اڄوڪي انسان جي حالتِ زار ٻڌائي، زارشاهيءَ جهڙي نظام کي رد ڪري، برابريءَ واري سماج اڏڻ جي تمنا ڪري ٿو.

سو، حقيقت اِها آهي تہ مُرلي ڏرجي شاعريءَ جو هڪڙوئي موضوع آهي، جنهن جو نالو آهي "انسان." انسان جي اِن وسيع نالي ۾ عورت بہ اچي ٿي وڃي تہ، مرد بہ، مزدور بہ اچي ٿو وڃي، تہ هاري بہ اچي ٿو وڃي. مظلوم قومون بہ اچي ٿيون وڃن تہ، مفتوح ڌريون بہ اچي ٿيون وڃن. مُرلي ڏَروِسري ويل سوچن کي ورائي ماڻهن سان اُنهن کي مِلائي ٿو. جن ۾ زندگيءَ جي پاڪيزگي هوندي هئي ۽ جيڪي جيئڻ جو اُتساهہ هونديون هيون. هڪ دور هيو، جو ماڻهو خوابن جا رٿ سينگاري هلندا هئا، ۽ جن جي پٺيان وڏا لشڪر هوندا هئا. هاڻي سڀ ڪو ڪُنڊ ۾ ويٺو ٿو سِسڪيون پري ۽ جيڪڏهن ڪنهن ۾ ٿوري همٿ آهي تہ اُهو هِن شاعر وانگر پنهنجي ليکي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪري پيو، پر اُن جي آواز جي گونج کي ٻيهر "پنهنجو اثر پيدا ڪرڻ لاءِ" وقت ڪپندو.

هِن شاعريءَ ۾ آهن نوان نوان چِٽ، سادا سُودا خيال ۽ سادي ۽ نماڻي ٻولي، پر چرڪائيندڙ:

ماڻهوءَ جي
جان جي قيمت
هڪڙي گولي
ٻڌجي وئي آ
جهڙو ڪر
شروع ڪئي آهي
ميونسپالٽيءَ
ڪُتا مار مهم

هِن ڪتاب ۾ مُرلي ڏَرجي سنڌي شاعريءَ سان گڏ اردو شاعري بہ شامل آهي، جيڪا مون کي ڪٿي ڪٿي سندس سنڌي شاعريءَ کان وڌيڪ متاثر ڪندڙ محسوس ٿي. هِن جو هڪ اردو نظم "لو آگئي" هڪ بهترين نظم آهي، جنهن جون ڪجهہ سِٽون هي آهن:

"ایک دن ایسا ہوا
کسی رہزن نے
دھوکا کیا
ملکیت پر قبضہ کیا
یہ میرا اور یہ تیرا ہوا............"

انساني تقسيم ۽ طبقاتي نظام جي تشڪيل وارا لڳ ڀڳ، سمورا مرحلا هِن نظم ۾ اچي وڃن ٿا.

يا سندس هيءُ هڪ شاندار نظم ڏسو:

من کی میل اندر لے جائیں
میلے جوتے باہر چھوڑ آئیں
من اجرا جو کر لے مانش
وہ ہی بھگون پائیں۔

مُرلي ڏرجنهن فڪري ڪُهول سان تعلق رکي ٿو، اُن ۾ سڄي دنيا جا ترقي پسند اچي وڃن ٿا - ۽ جنهن ذاتي ڪهول سان تعلق رکي ٿو، اُن ۾ هڪ باوقار ۽ روشن خيال ادبي خاندان اچي وڃي ٿو، جنهن ۾ سائين وليرام ولڀ (سندس سهرو) به آهي، ته سنڌي آزاد نظم جي مضبوط شاعره پيڻ پشپا ولڀ (سندس وَني) به آهي، اُن ۾ منهنجو دوست ۽ نئين سنڌي نظم جو چرڪائيندڙ شاعر ليلا رام (سندس سَنڍو) به آهي، ته اسان جي پيڻ ۽ شاعره گوري ولڀ (سندس سالي) به آهي. تنهن ڪري ائين چئي سگهجي ٿو ته، ايترن مضبوط ادبي رشتن سان گڏ رهندي مُرلي ڏرجي سوچ ۾ جيڪا پختگي ۽ گهرائي آئي آهي، سا تڏهن اجا وڏيڪ مڪمل ٿيڻ طرف وڃي ٿي، جڏهن هُو هڪ ڪميٽيڊ ۽ ترقي پسند انسان محترم ڊاڪٽر اديب رضويءَ سان گڏ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ٿو. تنهن ڪري هِن شاعريءَ ۾ موجود جمهوري ۽ سيڪيولر خيال هڪ نئين دنيا جو مجسمو ناهن ٿا، جنهن ۾ جيڪا سونهن آهي، اُن جي سڃاڻپ رڳو انهن کي ٿي سگهندي، جن ڪڏهن درد سان دوستي رکي هوندي. درد جي دوستي سستي ڪانهي ۽ نه وري هِن ڪتاب جو شاعر رڳو درد وِرهائڻ ٿو چاهي، هُو ته ڀٽائي سائينءَ جي هِن سِٽ: ”اڇو سورن واريون، ڪريون سُور پچار“ کي پنهنجو رهنما اصول سمجهندي ”درد تي ڊائلاگ“ ڪرڻ جي ڳالهه ڪري ٿو، ۽ جڏهن درد تي ڊائلاگ ٿيندو، ته درد جو دائمي علاج به تجويز ٿيندو.

8 فيبروري 2010ع، **انور ابڙو**
ڪراچي، سنڌ

# پنهنجي پاران

منهنجي لِکڻ پڙهڻ جي سِکيا منهنجي گهر کان ئي شروع ٿي. منهنجو ڏاڏو هڪ سماجي ڪارڪن هُيو، ۽ منهنجو والد اُن جو ٻانهن ٻيلي. ٻنهي گڏجي سماجي ڀلائي جا ڪيترائي ڪم ڪيا ۽ هڪ تنظيم جو بنياد پڻ وڌو، جنهن تحت هڪ ناري هنري شالا اهم آهي، جنهن ۾ ڇوڪرين کي ڪپڙن سِبڻ جي سکيا ڏني ويندي هُئي. ان اداري تحت هڪ مفت علاج جي ڪلينڪ بہ هلندي هئي. سڀ کان اهم اِهو تہ بيواهہ عورتن کي گهرن ۾ پاپڙ ناهڻ جو سامان، ثابت مسالا پهچايا ويندا هئا. هُو اِهو ڪم گهر ۾ ويهي ڪنديون هُيون ۽ روزگار ڪمائينديون هُيون. ۽ اِهو سامان بازار ۾ وڪرو ڪيو ويندو هُيو. ناري هنري شالا ۾ مفت سکيا ڏني ويندي هئي ڪپڙو ۽ ڌاڳو بہ اداري طرفان مهيا ڪيو ويندو هُيو.

مان اُن وقت ننڍو هئس، 12 سالن جي عُمر هئي ۽ 1970ع جو ڏهاڪو هيو. اِهو منهنجي اکين آڏو ٿيندو هُيو. ڪڏهن ڪڏهن مان اِن ۾ هٿ بہ ونڊائيندو هُيس. اِن طرح منهنجي سکيا ٿيندي رهي. اِن جماعت جو هڪ ڪم ڏاج ۽ ٻين سماجي بُراين خلاف جدوجهد بہ هُيو. هندو پنچائت ۾ چونڊون ڪونہ ڪرايون ويندون هُيون. اِن خلاف مهم بہ اِن تنظيم جي ڪمن ۾ شامل هُئي. منهنجو ڏاڏو اِن سلسلي ۾ مضمون مون کان لکرائيندو هُيو. اِن طرح مان لکڻ پڙهڻ طرف راغب ٿيس ۽ سماجي ڪمن جي سِکيا مِلي ۽ غريبن سان همدردي جو سبق سِکيم. اُن زماني ۾ مان ڏاج واري رسم خلاف تقريرون ڪندو هُيس ۽ اُن خلاف مضمون بہ لکندو هُيس. اڳتي هلي پنچائت ۾ اليڪشن ڪرائڻ جي رسم پئي جيڪا اڄ تائين جاري آهي. اِهو چوڻ ۾ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ اِن جو سهرو منهنجي ڏاڏي جي سر آهي. منهنجي ڏاڏي جي ديهانت کان پوءِ منهنجي پيءُ سماجي شيوا جو ڪم جاري رکيو. ڏاج واري لعنت اڄا بہ هندو سماج ۾ موجود آهي ۽ ان رسم خلاف اڄا سوڌو ڪا خاص پيشقدمي ڪونهي ٿي. مون اُن کان پوءِ بہ ٽي ڪهاڻيون بہ لکيون ۽ مضمون بہ لکندو رهيس. شاعري مون 1977ع کان شروع ڪئي

۾ ڪڏهن ٿورو ڪڏهن گهڻو لکندو رهيس. چانڊڪا مان ”ڏياري مئگزين“ ڪجهه دوستن سان ملي ڇپيم ۾ جاڳرتا نالي سان رسالو به شايع ڪيم. روزانه عوامي آواز ۾ ”تخليق“ جي نالي سان ادبي صفحو ۾ صحت صفحو به ترتيب ڏنم. اِن وچ ۾ مضمون به لکندو رهيس ايندڙ ڪتاب مضمونن جو مجموعو هوندو پر شاعري مون کي سوچ جي اظهار جو گهٽ وقت گهرندڙ ۽ ذهن تي گهرو اثر ڇڏيندڙ طريقو لڳندو آهي. شاعري جي باري ۾ مختلف رايا آهن ڪجهه ڏينهن اڳ مون هڪ شاعر کي پڙهيو جنهن جو خيال هُيو ته هو شاعري پنهنجي لاءِ ڪندو آهي. تنهنِ ڏينهن هڪ ٻيو ڪتاب پڙهيم جنهن ۾ شاعر لکيو هُيو ته شاعري ۾ سر هجڻ ضروري آهي ورنه اُها شاعري ڪونهي، ڪو وري اِن کي ذات تئو ڪوني. منهنجي خيال ۾ شاعري پنهنجي اڏمن، سوچ ۽ خيالن کي سليقي سان، ٿوري وقت ۾ اثرائتي نموني پيش ڪرڻ جو بهترين طريقو آهي. جيڪو پڙهندڙن جي وڏي تعداد کي پسند ايندو آهي. مان شاعري گهمندي ڦرندي لکندو آهيان ڇاڪاڻ ته مسئلا، ڪردار، مونجهارا ۽ خوشيون هلندي ڦرندي ڪنهن به وقت سامهون اچيو وڃن. مان به تي سِٽون ڪنهن ڪاغذ جي ٽُڪرتي لکي ڇڏيندو آهيان ۽ اُن کي ڪجهه ڏينهن ۾ مڪمل ڪندو آهيان.

منهنجي نظم ”سنڌ“ اُن عورت تي لکيل آهي جيڪا ٻار نه ٿيڻ ڪري پريشان هئي. هُن پنهنجي طبي چڪاس ته ڪرائي هئي پر سندس مڙس پاڻ کي چڪاسائڻ لاءِ تيار نه هيو. اهڙي طرح ”عورتن جو عالمي ڏينهن“ ۽ ”صحت سماچار“ هڪ ٻي نظم آهي جيڪا به هڪ مريضا تي لکيل آهي. ”حاڪم“ نظم مون اخبار ۾ هي خبر پڙهي لکي ته 8 سالن جي ٻارڙي کي 4 وحشي درندن بي آبرو ڪيو. اهڙي طرح مونجهارا ۽ پريشانيون، ستايل ۽ ڏڪايل هر پل هر گهڙي مليو وڃن. اِهي سمورا مظلوم منهنجي نظمن جو موضوع آهن.

مان ڪو وڏو شاعر ناهيان پر مون کي اظهار جو اِهو گهٽ وقت گهرندڙ ۽ اثرائتو طريقو سمجهبو آهي. مان اڪثر عام ماڻهوءَ جي مونجهارن، سماجي ۽ سياسي مسئلن تي ئي لکي سگهندو آهيان. هر نظم هيٺان تاريخ به اِن ڪري ئي لکي آهي ته جيئن نظمن کي اُن وقت جي تناظر ۾ ڏٺو وڃي حالانڪ حالتون ڪي گهڻيون بدليون ڪونهن. 1977ع کان وٺي اڄ سوڌو صورتحال ۾ گهڻو بدلاءُ ڪونهي آيو پر وري به

ڪجهہ مسئلا ڪنهن خاص وقت ۾ ماحول جي نشاندهي ٿا ڪن.
منهنجي خيال ۾ اسين جيڪڏهن پنهنجي لکڻين کي ڇپرايون ٿا تہ
اِن جو مقصد اِهو ٿيو تہ اسين لکون بہ ٻين لاءِ ٿا. تنهن ڪري منهنجي
ذاتي راءِ ۾ هميشہ اِن ڳالهہ جو خيال رکجي ۽ ڪوشش ڪجي تہ اسان
جي لکڻين ۾ ماڻهن جي مسئلن، اُڌمن، آشائن ۽ پريشانين جو ذڪر
هجڻ گهرجي ۽ اسان جون لکڻيون ماڻهن ۾ اُتساهہ جو سبب بڻجن نہ
ڪي ڊپريشن ۽ ذهني پريشانين جو.

منهنجي شاعري جي پرک ڪسوٽي تہ پڙهندڙ ئي آهن پر منهنجي
اِها هر حال ڪوشش رهندي تہ پنهنجي اُڌمن جو اظهار ماڻهن جي
بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ ئي ڪريان.

لک لائق ڪامريڊ سوڀو گيانچندائي، محترم محمد علي پٺاڻ،
قرب واري انور ابڙو ۽ مانواري پروفيسر ڄام جمالي جا جن پنهنجو
قيمتي وقت ڪڍي ڪتاب تي پنهنجي راءِ لکي. ٿورا عزت واري سائين
ولي رام وليءَ، پشپا وليءَ ۽ محمد علي پٺاڻ جا جن ڪتاب جا پروف
پڙهيا، ڇُڪون دُرست ڪيون ۽ مفيد مشورا ڏنا. ڄام صاحب شاعري
کي پسند ڪندي انگريزي ۾ ترجمو ڪرڻ جي آڇ ڪئي، مان سندس
شڪر گذار آهيان. سائين لاڙڪاڻي ۾ ايڪانامڪس جا اُستاد آهن.
پاڻ انگريزي شاعري ڪندا آهن ۽ ترجمو بہ ڪندا آهن. سندس قلم مان
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل، شيخ اياز، امداد حسيني، محمد علي
پٺاڻ، ادل سومرو، انور پيرزادو، اياز گل ۽ ٻين ڪيترن ئي نالي وارن
شاعرن جي شاعري گُذري آهي. موقعي جي مناسبت سان اِها شاعري
مون هن ڪتاب ۾ ئي شامل ڪئي آهي. ڪامريڊ دوست ڊاڪٽر محمد
خان ٻبر ۽ ڊاڪٽر بخش علي بروهي جو ذڪر ڪرڻ بہ مناسب ٿيندو جن
شاعري جي چونڊ ۾ مدد ڪئي ۽ ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ همٿايو.

آخر ۾ ٿورا محمد علي ماجد (ڪاڇو پبليڪيشن) جا، جنهن
سهڪار ڪيو.

اوهان جو
مُرلي ڌر

ڪراچي
chhabriam@yahoo.com

# منهنجو پهريون نظم

نَفرت وڏي وئي هِن دنيا ۾ آهي
نہ ڪي ياءُ آ ياءُ جو، نہ پٽ پيءُ جو آهي
ڪٿن چئن پئسن لاءِ هٿيار هٿ ۾
مُرلي دُنيا هي نفرت جو پندار آهي

14-4-1977

## ڪڏهن ٿيندو هاري سجاڳ

ڪڏهن ٿيندو هاري سجاڳ
ڪڏهن مِٽندو زمينداري راڄ
ڪڏهن ٿيندو هٿ سوجهارو
ڪڏهن مٽجندو گهور انڌارو
ڪڏهن غريب ٿيندو خوشحال
ڪڏهن بدلبي دُنيا جي چال
ڪڏهن هاري سُک سان سمهندو
ڪڏهن پورو پيٽ ڀريندو
ڪڏهن ٿيندو مظلومن جو راڄ
ڪڏهن ٿيندو هاري سُجاڳ

30-8-1977

## ٽيڙو

سج عظيم اُپرٽو آ
هر اونده ڪان پوءِ
سج نه ڇُپجي سگهٽو آ

آزاديءَ سان رهٽو آ
زنجيرن جا بند ڀڃي
هي جيون سقلو ڪرٽو آ

رات اونداهي آهي ساٿي
ڏينهن ٻه هيڪر ٿيٽو آ
رات ظلم جي مٿندي ساٿي

31-1-1979

# ٽيڙو

غريب جو ٻار
قاتل ڪپڙا پنير اُگهاڙا
هڪلي ويٺو جهار

ننڍڙو پتڪڙو ٻار
ٻُڪ وِگهي
روئي زارو زار

31-1-1979

# عورت ۽ عقل

چوندا آهن<br>
ته<br>
عورت جو عقل<br>
پيرجي کُڙيءَ ۾<br>
هوندو آهي<br>
ته پوءِ ڇا<br>
مائي بختاور<br>
موتيه چوڏري<br>
ليلا خالد<br>
جميلا بُوپاشا<br>
زويا اناطوليه<br>
نِگوئن ٿي چا ئو<br>
اِهي سڀ<br>
عورتون ناهن؟

4-6-1983

## ٽيڙو

تون مون کي مان توکي
چڪيون ٽا ايئن جيئن
نيگيٽوءِ پازيٽو هڪ ٻئي کي

18-12-1985

# انسان ازل کان مشکل ۾

انسان ازل کان مشکل ۾
هڏ هڻي ۽ نينهن نچوڙي
تو رت ست پنهنجو هڪ ڪري
نيٺ به اٿين لولن تي
انسان ازل کان مشکل ۾

ٿا چند پرماري عيش ڪرن
چند پئسي وارا پيٽ پرن
هُو انگ اگهاڙو پيٽ بُکيو
انسان ازل کان مشکل ۾

هُو امن امن جي سين هڻي
هُوديا ڌرم جي ڳالهه ڪري
پر آهي هر دم رولي ۾
انسان ازل کان مشکل ۾

هُو اسلحي جا انبار هڻن
بم بارود جي پوڄا ڪن
هي اچو جهنڊو هٿ ۾ ڪٺي
انسان ازل کان مشکل ۾

هڪ ڏينهن انت به ٿيڻو آ
انساني مقدر قِرڻو آ
شاطر ۽ شڪاري مرڻا هن
انسان امر سو ٿيڻو آ
انسان سُکي سو ٿيڻو آ

27-2-1989

# اڪثريون ڏيلا، من گهايل

ڪالهه جڏهن پن ڇڻن جو
هڪ چو واٽي تان گذر ٿيو
مون انسانن جو ميڙ ڏٺو
ڪي ساهه سُڪل، ڪي مُرجهايل
ڪي اڪثرين ڏيلا، ڪي من گهايل
مون هڪ هڪ ڪان احوال ورتو

هڪ ويجهي اچي چيو، آهيان محنت ڪش
ٻڏان پيٽ پٽي ڪيان ٻچن گذر
ڪجهه سال اڳي ٻي دخل ٿيس.
مون هڪ هڪ ڪان احوال ورتو

ٻئي ڪن ۾ اچي سُرٻات ڪئي
چيائين مان هيس سياسي ورڪر
ڪيو ڪوڙن منهنجو هي ته حشر
مون هڪ هڪ ڪان احوال ورتو

هڪ پيرسن سان خبر ڪيم
ته پٽڙن جو هُو پيءُ هيو
ٻه لسانيت جي ور چڙهيا
ٽيون بم بارود جو ٻَک ٻٽيو
مون هڪ هڪ ڪان احوال ورتو

هُئا مارشل لا جا ماريل سڀ
رُجعت جا ڌڪاريل سڀ
پر آئينديءَ مان مايوس نه ها
مون هڪ هڪ ڪان احوال ورتو

11-3-1989

# ماں اُن ديس جو رهواسي

ماں اُن ديس جو رهواسي
جنهن ديس جا ماڻهو بُک مرن
ماں اُن ديس جو رهواسي
جنهن ديس ۾ شودا عيش ڪرن
ماں اُن ديس جو رهواسي
جنهن ديس ۾ محنت ڪانہ اگهي
ماں اُن ديس جو رهواسي
جنهن ديس ۾ لڄون ليڙ ٽين
ماں اُن ديس جو رهواسي
جنهن ديس جا پورهيت پيڙهيل هن
ماں اُن ديس جو رهواسي
جنهن ديس ۾ سنڌو سنڌ سينگار

11-3-1989

چوٿ سٽا

## چُرپُر

تاريخ جي چُرندڙ ڦيٿي کي
تو روڪ ڏني ترميمن جي
تو چُرپر کي پابند ڪيو
تو فِطرت کي جڙ قيد ڪيو

سچ جي ڳالهه ڪرڻ وارا
جي پنهنجو پاڻ پڏائين ٿا
سي جيڪر تن ڪان مُلهه پڇن
جن جسم تي نيرا داڳ ڪنيا

11-3-1989

# قيمت

هر سرنديءَ واري
هر سروان
هر ڪُرسيءَ واري
جي مقرر هڪ قيمت آ
اُها نہ ملي
تہ هاءِ گهوڙا
سڀ خراب جو پٽڪو
قيمت ملڻ جي دير آ
اڪ ٻوٽ ۾
ڪن پل ۾
سڀ ڪجهہ
صحيح نظر اچڻ لڳندو
بهتر نظر اچڻ لڳندو
هر سرندي واري
پنهنجي هڪ قيمت
رکي ڇڏي آ

28-12-1991

# ٽيڙو

روج ۽ راڙو
ڪيڪون ڳوناٽن جون
ڪنهن گهر ۾ لڳو ڏاڙو

رهزنن ڪئي جُٽ
گهڙيا ڪُڙمي گهر ۾
ماري ڏنئون لُٽ

ڏاڙيلن ٻاري آباهه
گِهڙن جهانگين گهر ۾
مارو منجهه اوڙاهه

10-1-1992

## ٻکر ٻوسات

نئون دستور نئون قانون
سوچن تي پهرا
زبانون قيد
گهٽ ۾ ٻوسٽ جو راڄ
اونده انڌوڪار
ماڻهو منجهيل
ساهه سُڪل
جي ڪچبوتہ سٿبو
نئون دستور نئون قانون
جهنگل جو دور جهنگل جو قانون
گولين جي زوزٽ
اڙي ڪيچي ٿو ونيئنس
مارينس نہ ڇڏينس
دز دونهون
ڏاڙيل، دهشتگرد
٢٠ صدي؟؟؟
جمهوريت؟؟؟

28-1-1992

## سونهن جو سوالي

گيونا هي پيٽ ۾
گيدو هجي خالي
سونهن جو سوالي
اهڙي ريءَ ڪير ٿئي

25-6-1995

چوڻ لڳي اوٻچڙا
منهنجي پُٽ کي
آهي کهڙي پيڙا

ابا! ڊاڪٽر جلد ڪر
منهنجي منڙي نينگر جو
پلوڙ ڪو عِلاج ڪر

ڊاڪٽر چيو مائي
ڏوڪڙ ڪڍ جيب مان
تہ لکي ڏيانءِ دوائي

سرڪاري دوائون
وڪرو ٿين بازار ۾
مسڪين ڪن دانهون

25-6-1995

# ماٹھوءَ جي قيمت

ماٹھوءَ جي
جان جي قيمت
هڪڙي گولي
بنجي وئي آ
جهڙو ڪر،
شروع ڪئي آهي
ميونسپالٽيءَ
ڪُتا مار مهم

25-6-1995

## شاگرد جي دانهن

بند ڪريو هي مارا ماري
پڙهڻ ڏيو مون کي
نه ته قوم پڇتائيندي ساري

25-6-1995

# ٻار

گولين جي پرمار
ڪِرِي پيس پٽ تي
تـڇ پيئندڙ ٻار

25-6-1995

## راند رچايون

اچو تہ ٻارو راند رچايون
غريب امير جو فرق مٽايون
ٻي واھن لئہ رستا ناھيون
اچو تہ ٻارو راند رچايون

تون ۽ مان جو ڪينو ڏاھيون
ڏرتي ماءُ جو ماڻ وڌايون
اچو تہ ٻارو راند رچايون

پاڻ جڏھن ٻيي ڪاڏو ڪائون
جن ڪي ناھي تن ڪارايون
اچو تہ ٻارو راند رچايون

محبتن جا مينھن وسايون
نفرتن کي دور ڀڄايون
اچو تہ ٻارو راند رچايون

11-3-2002

# امرت جل

پيار جي اُسريل
ٻوٽي کي
سائو جي رکڻو آ
پريت جو پوتر امرت جل
ڏيندو هر پل رهڻو آ

9-7-2002

وڏي مڙهيءَ ۾
لنگر ٽيندو
ناني رڏيندي
ڏوهٽو ڪائيندو

گُنگ آهي زبان
بند آهن اکيون
ڪن ٻوڙا
سوچ تي تالا هن

16-7-2003

# سونامي جو سانحو

سائنسي ترقي
انسان جي بلندي
پر بہ سونامي جو سانحو
ڪِن پل ۾، لمحن ۾
لکين دربدر، لکين خاڪسر
سرنديءَ وارا مشغول
هٿيارن جي ڊوڙ ۾
ملڪ اُجاڙڻ ۾
وڏيڪ ماڻهو
مارڻ ۾
سونامي جو سانحو

8-1-2005

تون ۾ مان ٻَک
سھڻا دلبر سائين
جيئن ماکي ۾ مَک

تون ۾ مان ھِک
منھنجا پرين پيارا
جيئن گھرڙو ۾ مِک

10-1-2005

# چوءُ سٽا

ھڪڙا اوڍين ڪيمخاب
ھڪڙا اڌ اگھاڙا
جيڪي ھٽن تا ڌاڙا
اُنھن جون ڏھ ئي آڱريون گيھ ۾

جڳ جا پالڻھار
تنھنجي مھما اپرم پار
ڪنھن کي ڏين ٿو ٻُڪ
ڪنھن لاءِ ڪاڏي جا انبار

جڳ جا پالڻھار
تنھنجي مھما اپرم پار
ھڪڙا جيئن اسي
ٻيا ڄمندي ئي بيمار

10-1-2005

# اِنهن جو ڇا ڪجي!

پيار، محبت، سونهن
عيش، آرام، آسائشون
آهن
سڀ نعمتون
مسڪيني، غريبي، ناداري
بک، بدحالي، بيروزگاري
آهن
سڀ مصيبتون
هڏاوان پيڙا
بي علاج بيمار
اگهاڙا ٻار
آهن
سڀ حقيقتون
تنهنجي خوبصورتي ۽ وفا
حُسن ۽ چاهت
آهن
پُرڪشش
پر
منهنجا دلبر سائين
هڏاوان پيڙا
تن اگهاڙا ٻار
نِبل مائرون
۽
بِنا عِلاج بيمار
اِنهن جو ڇا ڪجي!

14-1-2005

# عضون جو عطيو

هوءَ ڪنهن
امڙ ڄائي
مرندي مرندي
ٻن مرندڙن
جون جانيون
ٻ ٻن ٻي نُور
نوجوانن جا
نُور بچائي
زندگي دان ڪري
ابدي ننڊ سُتي
انسانيت کي امر ڪري
اُن جو نانءُ اونچو ڪري

19-1-2005

# ٻليدان!

ڪاري ٻڪري
جي ٻَليءَ سان
جيڪڏهن
ڪنهن بيمار جا
ڪشت ڪٽجن ها
ته پوءِ
هر روز
هزارين جانورن
جي ذبح ٿيڻ سان
هوند
پوري دُنيا
جا روڳي
چاق ٿي
پون ها
اهو ڪهڙي پوٿيءَ
جو آهي فرمان
ته هڪ ساهه وٺڻ سان
ٻَليءَ ڪرڻ سان
ٻيو ساهه بچندو
ڪشت ڪٽندو

21-1-2005

## ميرو من!

ميرا جُوتا
ٻاهر لاهي
ميرو من
مندر کٽي وڃڻ
کان بهتر آهي
اَجرو من مندر
کٽي وڃجي
پيچوان
پرسن ٿي ويندو

(پنهنجي ئي اردو نظم جو ترجمو)
24-1-2005

# اوپرا

هي گل اسان جا
هي باغ اسان جا
هي ڌرتي اسان جي
۽ وطن اسان جو
پر رهڻ لاءِ
نہ ڪوئي آشيانو
۽ نہ ئي اجهو
جهڙو ڪر
پنهنجي ئي گهر ۾
اوپرا!

25-1-2005
(سنڌي ڳوٺ ڏهڻ وقت لکيل)

# ويندو پورا پورا ٿي

صدين جو هي
پيار محبت
ويندو پورا پورا ٿي
تون ڪارو
مان گورو
تنهنجو مذهب هڪڙو
منهنجو مذهب ٻيو
رنگ نسل جو ڀيد ڀاوَ
هِن جهڳڙي ۾، نفرت ۾
ويندو پورا پورا ٿي

هي نفرتون
هي عداوتون ۽ وير
ڇا لاءِ ۽ ڪنهن لاءِ
آهيون سڀ هڪ انسان
ساڳيو ماس ساڳيون هڏڙيون
ٻہ اکيون ۽ ٻہ هٿ
رت جو رنگ ٻہ ساڳيو
پوءِ اها تون تون
۽ مان مان
ڪنهن لاءِ ۽ ڇا لاءِ
ويندو پورا پورا ٿي

اسان جا مسئلا ساڳيا
ضرورتون ساڳيون
آهن چاهتون بہ ساڳيون
پوءِ آهيون چو ڌار
ويندو پورا پورا ٿي

ڪڏهن وينديون
ختم ٿينديون
وري اينديون
ساڳيون ئي
محبتون ۽ پيار
نہ تہ
ويندو پورا پورا ٿي

26-1-2005

## Episodic Love

تنهنجي محبت بہ
Phaeo جي بلڊ پريشر
جهڙي ٿي پئي آ
ڪڏهن ايتري گهٽي
جو بلنديءَ کي ڇهي
متو ڦيرائي وجهي
ڪڏهن ايتري گهٽ
جو
بوسٽ ٿين لڳي
صبر ۽ شانت جي
ٽِڪي وني
هِن کي
Rhythm ۾ آڻ
نہ تہ
نسون ڦاٽي پونديون
قلب بيهي ويندو

**26-1-2005**

(Phaeochromocytoma هڪ بيماري جنهن ۾ بلڊ پريشر
اچانڪ وڌندو، گهٽجندو آهي)

